# سنڌ آزاد ڪانفرنس

## حيدرآباد سنڌ

١٥-١٦ نومبر ١٩٣٢



## خطبه

آقا پير حاجي غلام مجدد صاحب سرهندي مٽياري

صدر استقباليه ڪميٽي.



اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد سنڌ.

# بسم الله الرحمن الرحيم

معزز حضرات! منهنجي لاءِ هي نهايت خوشي جي ڳالهه آهي جو اوهين صاحب اسانجي پرخلوص دعوت قبول فرمائي سياري جي اڻ سهائيندڙ مند ۾ تمام وڏي انداز ۾ هتي اچي هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا آهيو اوهان بزرگن جي اهڙي تڪليف وٺڻ ۽ سرگرمي مان صفا پڌرو آهي ته سنڌ جا رهاڪو پنهنجن ضروري حقن جي حاصل ڪرڻ لاءِ پوري طرح سجاڳ ٿي چڪا آهن ۽ اها ڳالهه اسانجي صوبه جي واسطي هڪڙو نيڪ شگون آهي مونکي خبر آهي ته اسانجي قوم مان ڪم ڪرڻ جي طاقت نابود نه ٿي ويئي آهي ۽ سنڌ ۾ ٿوري ئي گذريل زماني ۾ قومي تحريڪن جي ڪاميابي ان ڳالهه جي گواه آهي ۽ هن وقت به اوهان جو هتي رونق افروز هجڻ ان جي شاهدي ڏيئي سگهي ٿو.

حضرات! هي ته پڪ آهي ته جيڪڏهن سچي جوش وخروش ۽ پڪي ارادي سان اوهان صاحب پنهنجي صوبه کي بمبئي کان ڌار ڪرڻ جي تياري ڪري ڇڏي آهي ته پوءِ ڪابه دنيوي طاقت اوهان کي انهي غير قدرتي ۽ نقصان ڪار تعلق کي ٽوڙي ڇڏڻ کان روڪي نه سگهندي جو ۹۰ ورهن کان نهايت ظلم ۽ زبردستي سان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ جنهن جي ڪري سنڌ جي ترقي جي اميدن جو سهورو سرسبز باغ سڙي ويو آهي.

گڏريل ڪان گڏريل تاريخ ڪي اوهين ڄاڻي ڏسندا ته ٻه اوهان ڪي سنڌ جي اهڙي خراب ۽ ويچاري حالت ڏسڻ ۾ نه ايندي جهڙي ١٨٤٣ع کان پوءِ ٿي آهي. سر چارلس نيپئر کان يعني انگريزي حڪومت قائم ٿيڻ کان اڳ ڪيترن ئي قسمن جون حڪومتون سنڌ ۾ ٿي رهيون آهن. انهن مان ڪن ۾ ڪوتاهيون ۽ ڪمزوريون به هيون ۽ ڪن ۾ سنڌ جي ترقي ۽ امن امان جي لاءِ هزارين خوبيون به هيون ڪنهن مهل ڌارين قومن سنڌ تي حڪومت ڪئي آهي ۽ ڪڏهن وري ملڪي ماڻهن جو دور دوره اسان جي سنڌ ڏٺو آهي پر انهن سڀني حڪومتن جي اها وڏي خوبي هئي جو سندين سلطنت ۽ اختياريون اسان جي صوبي جي قدرتي حدن تائين محدود هيون. انڪري جيڪي چڱا يا مٺا قانون قاعدا ٺهندا هوا ته انهن تي هلڻ ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ تڪليف يا گهڻتائي نه ٿيندي هئي ڇو ته عام پبلڪ جا جذبا ۽ خيال ۽ انهن قاعدن جي متعلق هرڪنهن قسم جي موافق يا مخالف رايئِ تمام جلد جلد ۽ تمام سولائي سان اسان جي صوبي جي تختگاه ۽ وقت جي حاڪمن تائين پهچي ويندي هئي ۽ هيئنئر وانگر نه هو جو بمبئي تائين انهن کي ڊگهو سفر ڪرڻو پوي-

۽ حضرات! اسان جي صوبي جي هي پهرين بدبختي هئي جو هنکي بمبئي جي دامن سان ڇنڊايو ويو. ان وقت جي گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو ۽ بمبئي جي ڪارفرما حڪومت جي وچ ۾ انهي زماني ۾ ڪجهه گڙٻڙ هئي ۽ انهي ڪري

اسان کي ٻه نقصان پهچي ويو ۽ گذريل ٩٠ ورهن کان سنڌين انهي مخالفت جو اگرو نتيجو اسين اڄان تائين پيا ڀوڳيون، مرڪزي حڪومت ۽ بمبئي سرڪار جي انهي جهيڳڙي جو هي اثر ٿيو جو لارڊ ايلنبرو کي ولايت واپس گهرايو ويو ۽ سنڌس جاءِ نشين لارڊ هارڊنگ جي وقت ۾ سنڌ کي بمبئي سان لڳائي ڇڏيو ويو- انهي تاريخي جهيڙي جو تفصيل هي آهي ته پهرياءِ پهرياءِ لارڊ ايلنبرو ميجر آئوٽرام کي ڪمشنر مقرر ڪيو ته هو سنڌ جي ميرن سان صلح جي گفتگو ڪري پر لارڊ ايلنبرو کي هو ماڻهو پسند نه هو تنهنڪري نيٺ سرچارلس نيپئر کي سنڌ جي ڪم جي هلائڻ لاءِ ”ناظم اعلي“ مقرر ڪيو ويو جو ته هي سنڌس دوست هو- هوڏانهن سرچارلس نيپئر کي بمبئي جي عهدهدارن سان ڪجهه دشمني ۽ نفرت هئي ان ڪري سنڌ جي لاءِ بمبئي جي فوج جي بدران بينگال جي فوج هن جي هٿ هيٺ رکي ويئي ۽ ان ڪري هيڪاري بمبئي سرڪار جو ساڻس ضد وڌي ويو پر لارڊ ايلنبرو گورنر جنرل سنڌس مددگار هو ۽ نه رڳو ايترو پر ڪلڪته يا بمبئي جي سپهسالارن يا ڪنهن ٻه سول يا فوجي کاتي جي عملدارن جي معرفت ڪانسواءِ ئي هر ڪنهن ڪم ڪار بابت ساڻس سڌي خط وڪتابت ڪندو رهندو هو- ۽ اهڙا ڳالهه اهڙي هئي جنهنجو انگريزي نظام حڪومت ۾ مثال ملي نه ٿي سگهيو تنهن ڪري بمبئي سرڪار جي ناراضي اڃا وڌي ويئي.

جيستوڻيڪ لارڊ ايلنبرو کي بمبئي جي انهي روز بروز وڌندڙ ضد ۽ ناراضي جو ڊپ ٿيو ٿي پر تڏهن به انهي گڙٻڙ جو مڙس ٿي مقابلي ڪرڻ جو هن پڪو فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ سنڌ کي جدا صوبو بڻائي سرچارلس نيپر کي هنجو گورنر مقرر ڪري ڇڏيائين. هن ٢٠ سيپٽمبر ١٨٤٣ع ڊيوڪ آف ولنگٽن کي (جو اُن وقت وزير هو) هڪڙو خط لکيو جنهن ۾ سنڌ جي لاءِ بينگال جي فوج آڻڻ بابت ذڪر ڪندي ۽ سنڌ ۾ ٻن صوبن (بمبئي ۽ بينگال) جي فوج گڏ رکڻ ۾ جيڪي تڪليفون پيش آيون ٿي اُنهن جو بيان ڪندي پنهنجو رايو ظاهر ڪري ٿو ته جيڪڏهن بمبئي جو لشڪر سنڌ ۾ رهيو ته تمام جلد بينگال جي لشڪر ۾ به بمبئي جي لشڪر جي فضول خرچي جي عادت پکڙجي ويندي ۽ اُنهي خط ۾ هي به لکيو هوائين ته هند سرڪار پنهنجي رپورٽ ۾ سنڌ کي جدا صوبو رکڻ لاءِ سڀيئي سبب ڇڱيءَ طرح بيان ڪيا آهن سواءِ هڪڙي سبب جي جو خاصي اهميت رکي ٿو ۽ اهو هي آهي ته اسين جيڪڏهن انهي سوال جو فيصلو نه ڪري ڇڏيون ها ته اهي ماڻهو جيڪي رڳو پنهنجي ذاتي غرض ۽ فائدن جا ڳولائو آهن تن جي طبعيتن جو لاڙو هميشه ان طرف رهي ها ته سنڌ کي بمبئي کاتي جي هيٺ هيٺ رکيو وڃي ۽ سنڌ کي سڌو سنئون مرڪزي حڪومت جي ماتحت رکڻ سان ٿي منجهس عمدي ۽ انتظامي حڪومت قائم ڪرڻ جي اُميد ڪري سگهجي ٿي.

۾ انهن سڀني ڳالهين هوندي بمبئي سرڪار ايتري واويلا مچائي ڏني جو نيٺ تمام جلد گورنر جنرل کي سنڌ جي آئنده نظام حڪومت جي لاءِ بمبئي سان هم صلاح ٿيڻو پيو ۽ هن ڊائريڪٽرن جي جماعت کي لکي موڪليو ته صوبه سنڌ کي بمبئي سان لڳائڻ جي موڪل ڏني وڃي ۽ سنڌ جي لاءِ بمبئي سرڪار فوج جو بندوبست ڪري. ۽ سول ۽ فوجي ڪاتا بمبئي جي گورنر جي هٿ هيٺ رکيا وڃن ۽ جيستائين سرچارلس نيپئر سنڌ ۾ رهي تيستائين گورنري ۽ سپه سالاري جا عهدا اُن وٽ رهندا.

لارڊ هارڊنگ بنگال جي فوج سنڌ مان ڪڍي ڇڏي ۽ بمبئي جي فوج وڌائڻ شروع ڪري ڏني ۽ جيستائين سرچارلس نيپئر رٽائر ڪري ني ڪري تيستائين سنڌ کي بمبئي سان ملائڻ جي تجويزن تي هوريان هوريان عمل ڪرڻ لڳو. اهڙين مخالف حالتن هيٺ سرچارلس نيپئر جو وڌيڪ رهڻ عجيب ڳالهه ٿي ها انهيءَ ڪري هن آگسٽ سنه ١٨٤٧ع ۾ پنهنجي عهده کان استعفا ڏيئي ڇڏي. ۽ ڪانئس پوءِ بمبئي سرڪار مسٽر پرنگل کي جو ان وقت بمبئي سرڪار جو چيف سيڪريٽري هو سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ هن جي عهدي کي ”سول انتظام جو ڪمشنر“ اهو نالو ڏنو ويو ۽ هن کان پوءِ سنڌ سرڪار جي سيڪريٽري جي عهدي جو نالو ”اسسٽنٽ ڪمشنر“ رکيو ويو.

مٿين تفصيل مان اوهان تي روشن ٿي ويو هوندو ته لارڊ هارڊنگ رڳو اسان کي انهيءَ لاءِ بمبئي جي حوالي ڪيو جو لارڊ ايلنبرو ۽ بمبئي جي وچ ۾ سنڌ جي سوال بنسبت ضد ۽ دشمني وڌي ويئي هئي ۽ اسان جي حقن ۽ فائدن کي قربان ڪرڻ ۽ اسان جي صوبه کي بمبئي سان لڳائڻ جي ڪري ئي اهو اختلاف دور ٿي سگهيو ٿي.

بهرحال لارڊ ايلنبرو انهيءَ اختلاف جي ڪري گورنر جنرلي جي عزت ۽ عهدو وڃايو ۽ اسانجي هزارن ورهن جي جدا زندگي برباد ڪري ڇڏي ويئي. پر بهرصورت بمبئي کان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ غير ممڪن ڳالهه نظر آئي ڇو ته گهڻين ڳالهين جي فيصله ڪرڻ لاءِ هي ڳالهه تمام ڏاڍي ضروري نظر آئي ته بروقتي انتظام قائم ڪيو وڃي ان ڪري ١٨٦٨ع جي ڊيليگيشن ايڪٽ جي مطابق بمبئي جي گورنر پنهنجون اختياريون ڪمشنر کي سونپي ڇڏيون ۽ ان لاءِ اهو عذر ڏنو ويو ته سنڌ جي ڪمشنر کي لفٽننٽ گورنر جهڙيون اختياريون حاصل ڪين آهن جهڙي طرح قيدين کي هڪڙي جيل مان ٻئي جيل ڏي موڪلڻ يا جوابدارن کي ڌارين حڪومتن جي حوالي ڪرڻ جون اختياريون- ان مان ثابت ٿي ويو ته سنه ١٨٤٧ع کان وٺي اڄ تاءِ اسانکي گورنر دارجلاس ڪونسل جو ڪجهه به فائده ملي نه سگهيو آهي. صوبه بمبئي جي لاءِ سدارا ٿي رهيا آهن ۽ بمبئي ۾ هڪڙي مجلس وزارت موجود آهي جنهن بابت چيو ٿو وڃي ته سنڌ سميت سموري صوبه بمبئي جي لاءِ ڪم ڪري

رهي آهي پر اسان جو صحيح ۽ سچو پچو حاڪم رڳو ڪمشنر آهي
جو سولجيل اختيارين جي مطابق اسان تي شخصي حڪومت ڪري
رهيو آهي. ان ڳالهه کان انڪار ڪونهي ته جڏهن کان
سنڌ جي رهاڪن سنڌ جي جدا ڪرڻ جي ڳالهه چوري
آهي ان وقت کان وٺي صوبه بمبئي اسان جي ڪمن
۾ زياده دلچسپي وٺڻ ۽ توجه ڏيڻ شروع ڪيو آهي پر
انهي دلچسپي ۽ توجه ۾ واڌاري ٿيڻ جي اميد ڪانهي ۽
سچ پچ ته بمبئي سان اسان جي اٽڪائي رکڻ جو هي
نتيجو نڪتو آهي جو سنڌ جي پبلڪ جو آواز مري ويو
آهي ۽ اسان جي دانهن ۽ جذبات جي ڪابه وقعت ڪانه
رهي آهي. اسان جي زراعت ۽ زميمنداري جون ڳالهيون
صوبه بمبئي کان بلڪل جدا طرح جون آهن جن جو
اتي سمجهي سگهڻ به ناممڪن آهي ۽ مليريا ۽ ٻين
قسمين قسمين بيمارين جي ڪري اسان جي تندرستي
ناس ٿي رهي آهي ۽ اسان جي تعليم ڏي به ڪجهه
ورهن کان اڳه ڪوبه خيال ڪونه ٿي ڏنو ويو. گورنمينٽ
بمبئي جي فائدي ۾ رڳي هي ڳالهه آهي ته هن
هند سرڪار جي مدد سان هتي سنڌ ۾ سکر براج ٺهرايو
آهي پر اهو به رڳو ان ڪري اسان جي لاءِ مصيبت
ثابت ٿي رهيو آهي جو انهي جي ڪري سنڌ جي
آزادي جي برخلاف هي دليل ورتو پيو وڃي ته بمبئي
سرڪار ان جي خرچ پوري ڪرڻ جي ضامن آهي پر
سچ پچ ته اها ڳالهه صفا حقيقتن جي برخلاف آهي چو

ته سنڌ ۾ اڃا غير آباد زمين جا وڪري لاءِ موجود
آهي اهائي ٻئراج ۽ ٻي سموري خرچ پوري ڏيڻ جي
سچي ۽ صحيح ضامن آهي. حضرات! سنڌ جو بمبئي
سان لاڳاپو رهيو ته ڪڏهن به سنڌ جو ڇوٽڪارو نه ٿي
سگهندو. صوبه بمبئي جي ساخت ڪجهه اهڙي طرح واقع
ٿي آهي جو جڏهن جدا جدا علائقن جا ميمبر اچي
ڪونسل ۾ گڏ ٿين ٿا تڏهن صفا ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي
ته هو سڀئي جدا جدا قسمن جا ماڻهو آهن ۽ هر شخص
کي معلوم آهي ته بمبئي ڪونسل ۾ اصل اتفاق ۽ ٻڌي
ڪانهي ۽ ان ڪري ڪو به ميمبر راضي ڪونهي. خود
بمبئي جا سمجهدار ۽ صاحب دماغ بزرگ به انهي عجيب
وغريب ڳالهين تي افسوس ظاهر ڪن ٿا.. ۽ اسان
سان ته پنڌ جي هدي ۽ زبان ۽ رسم ورواج جي اختلاف
جي ڪري بيحد تڪليف ۽ آزار آهي. صوبه بمبئي جو
اهو ڪليڪٽر يا انجنير جنهن اگرچ گهڻي وقت تائين
صوبه بمبئي ۾ نوڪري ڪري تجربو حاصل ڪيو آهي
۽ هن جو تجربو هتي سنڌ ۾ بدلي ٿي اچڻ تي
بالڪل بيڪار ثابت ٿئي ٿو بلڪ هنکي نئين سر
هتي اچي تجربو حاصل ڪرڻو پوي ٿو جنهندو نتيجو هي
ٿيو آهي جو صوبه سنڌ جا عملدار ۽ رعيت بالڪل جدا
شيءِ ليکجڻ ۾ اچي ٿي سنڌ جي شامل ٿي رهڻ ڪري
درحقيقت رڳو صوبه بمبئي جي پکيڙ ۾ واڌارو ٿي رهيو
آهي ۽ بمبئي جي انهي فائدي لاءِ اسان کي لاچار ڪيو